# انتساب

حيدرآباد سنڌ جي نان ءُ

امداد حسيني

كتاب جا سڀ حق ۽ واسطا شاعر وٽ محفوظ
كتاب جو نالو: شهر
شاعر: امداد حسيني
موضوع: شاعري
ڳاڻيٽو: 1000
ڇاپو: پهريون
ڇپائيءَ جو سال: مارچ 2000
ڇپائيندڙ: سج پبليڪيشنز، حيدرآباد.
كمپوزنگ: عادل كمپيوٽر ٽريننگ اكيڊمي، ڄامشورو
ڇاپيندڙ: نيو گرين پريس، حيدرآباد
قيمت:20 روپيا

---

Shahar
(Poetry)
Poet: Imdad Hussaini
Published by Sij Publications.
Printed by: New Green Press. Hyderabad
First Edition March 2000
Price: 20/=

# اڄ

اڄ منهنجي سانول جي سالگرهه آهي. مون مسلسل سوچيو پئي:
هيل هن کي ڪهڙي سوکڙي پيش ڪيان؟

مان گذريل ٽيهن سالن کان سندس هر سالگرهه تي کيس ڪا نه ڪا سوکڙي ڏيندي آئي آهيان. اهي ننڍڙيون ننڍڙيون سوکڙيون اسان جي پيار جي تجديد هيون. هيلوڪي بسنت ۾ جڏهن امداد حسيني پنهنجي زندگيءَ جون سٺ بهارون مڪمل ڪري چڪو آهي ۽ اسين پنهنجي شادي شده زندگيءَ جون ٽٽيهه بهارون ماڻي چڪا آهيون تڏهن مان پنهنجي سانول ۽ پنهنجي جان جانان کي جنم ڏينهن جون واڌايون ڏيان ٿي ۽ سندس لنبي عمر جي دعا ڪريان ٿي ۽ کيس سندس شهرهءِ آفاق نظم ”شهرءِ جنهن جي قتيل ستن مان سنڌ جي رت هاڻي تاريخ ٿيو ٿيو ٿمي رهي آهي ___ پيش ڪيان ٿي.

امداد حسينيءَ جي ونئي

سحر امداد

ڄامشورو سنڌ

10 مــــــــــــــارچ 2000

# شهر

هي منهنجو شهر آهہ يا دشمن جو شهر آ

آهن هي ڪير لوڪ نقابن جي پوئتان
قرآن تن هٿن ۾ ڪيچن ۾ ڇرا اٿن
ڪوسي لهوءَ جي پياس ڇپن تي ڪٽيو گهمن
۽ رات ڏينهن ٻوٽ مٿان ٻُٽ ڦهٽيو گهمن
ٻولي بہ منهنجي ڪا نہ تا ڳالهاءِ هو سگهن
لولي بہ منهنجي ڪا نہ تا ورناءِ هو سگهن
ماٺو ڪري رسان تہ نہ پرچاءِ هو سگهن
ڇپ تي ڇپيون، اماڙ اکين ۾ ڪٿيو رُلن
واڇن ڪي تازو گرم لهو تا هٿيو رُلن
مارين تا ڦرين تا ۽ ٺهڪ تا ڏين

پيتي اٿن جا تِج لهو ڪا نہ تي سگهي
پهتي رڳن اندر تہ اتي زهر ٿي وئي

هي شهر جو بهشت هو ڌرتيءَ جي گول تي
هر دل ۾ اڄ ڏکي رهيو دوزخ رڳو اتي

هي منهنجوشهر آهہ يا دشمن جو شهر آ

هي منهنجو شهر آهہ يا دشمن جو شهر آ

جنهن شهر جون گهٽيون ٿي لڳيون سينڌ جي سمانُ
ات ٿائرن جو دونهن ٌدکي ٿي ٌدکي پيو
هر راهہ آهہ گهاءُ نڙيءَ کان نراڙ تاءِ
۽ چوڻڪ چوڻڪ چڻ تہ کو ٿي ڦٽ کڙيءَ لٽل
ٿوهر هٿن هٿان مٿان بارود ُبرکيل
ماچيس ساڻ تيليءَ جو گهڪو ِاجهو ٿيو
کنهن ٻار جا اجهو کي ِاجهو چيٽڙا اڏيا
کنهن ماءُ جا ِاجهو کي ِاجهو خواب رک ٿيا
کنهن پيءُ جو ِاجهو کي ِاجهو هانءُ ٿو ٻڏي

کن ۾ گهٽين گهرن مان ٻرن ۽ ُچرن منجهان
َاپ مان زمين مان ِهتان ُهتان جتان ڪٿان
رت جا پياڪ ايندا ڪندا نوس نوس نوس ....
ڪچڙين هڏين، مکن ۽ تڙن جي تلاش ۾
پٽ تان لهو چٽي پنهنجي کهري زبان سان
ڏاڙهيندا پوئڪندا جڏهن واپس هليا ويا
اوناڙ سائرن جا ُبري تا تڏهن پون
ترکن مان لانگ بوٽ لهن تا ڏڙم ڏڙم
پوزيشنون وٺن تا اپي رائفل کري
بيو کجهہ ليين کو نہ ٿو شمشان شهر ۾
پوري نظر چڙهين ٿي ان ٻار جي تڏهن

اچلي هوا ۾ ان تي نشانا چٽين تا
۽ پاڳلن جيان تا ڏين ٺهڪ ها هه ها

هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ



هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ

هي منگهه چڻ تہ ڦاهي تي ٻاٽو ڪو ٽڙڪيل
دوڏا پٽيل، زبان ڏندن ۾ اچي وَيل
ڪنهن کي ڏسڻ جي آس اجهل وئي نراسجي
ڳڻ جهڙي ڳالهه اڌ ۾ گهوگهاٽجي وئي
لوساٽجي هراسجي شام آئي وئي لڙي
۽ رات رک ٻٽجي چٽي آسمان مان
پوءِ چوڏهينءَ جو چنڊ چڙهيو ۽ ائين لڳو
چڻ پهريات ماءُ جو ٻبو ڪپيل هجي
جيڪو ٽنگيو ويو هجي تارن جي نوڪ تي
۽ ڪير رَت گاڏئون هڪ سيڙهہ وانگيان
بي روڪ ٽوڪ ڪيئن نہ لڳاتار پيو وهي
اوناڙ ڪيڪڙاٽ ڪندا پاڳلن جيان
ان ڪير رت گاڏئين ۾ وهنجندا هجوم
نانگا اگهاڙا ٽڙڳندا ڏاڙهيندا پوئنڪندا
ڏرتيءَ مٿان هجوم ڪماٺهن جا پيا نچن

هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ

●

هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ

کهڙي کتا کٺان پلا شمشان شهر جي
ڪاڏي ويون سُهايون اهي راتڙيون الا
هاڻي تہ هر ڪا رات لٿي آهي قهر جي
پاڇولي ڪان ٻہ ڇرڪ پيري ٿو پري پيچان
نڪري ٿي ڇيٽ پنهنجي ئي ڪڙڪي تي پير جي
ڪاندارجي ٿا وار وجن ساهہ جيئن ڪٺان
جنهن پيت ِساڻ ٿيڪ ڏئي دم پٿيم ڪڏهن
سا پيت ڇڻ تہ مون مٿان ڪرندي ڏڙام سان
جنهن ڇت هيٺ ريجهہ رهائيون ڪيم ڪڏهن
سا ڇت ڇڻ ڏري ٿي پوي هڪ نڪاوَ سان

هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ

●

هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ

هيرون گهليون تہ شهر هندوري ۾ جهوليو
چاندوڪين ۾ ٿهڪ تي ٽانگر جيان ِٽڙيا
مٽڙن سرن ۾ پرهہ پکيئڙن لنئي تي لات
ڳل تي گلاب، چپ تي ڪنٺهار تي ڪڙيا

•

جيجل جي ڪک وانگيان سائي هئي زمين

دل جي طرح وشال ۽ اجرو هو آسمان
تارا چنيءَ ۾ ڄڻ تہ ٽڪون ٽانڪيل هجن
۽ چنڊ، هونگڙيون ٽي هنيون ٻار هنج ۾
ٽي سج نِج ٻج ڇٽيو اوڙ اوڙ ۾
سندور هو سهاڳ جو هر سينڌ سينڌ ۾
سڀ ڪجهہ سرل ۽ سهج سڳنڌت سڪاريو
هر گهر اڱڻ ۾ ٻڙ ۾ ٻڏل پينگهہ پٽ جي
سرتين جي ٽهڪڙن جون سريليون ٽليون وڳيون
اوطاق ۾ وڏن جون ڪچهريون متل هيون
۽ ٻار راند ڪيڏندا چوسول ۾ هئا
تڪجي ٽي پيا تہ ڳل رکي ڏاڏيءَ جي جوٽ تي
آڪاٽين ٻڌڻ کان سوا ڪو نہ ٽي ستا

پنبڻن تي وئي ٽي خواب اٽي ننڊ جي پري
۽ ننڊ جي نگر ۾ ٻہين جا هٽن ۾ هٽ
جيڏانهن تي نظر وئي تيڏانهن ساوڪون
ان ماتريءَ ۾ سپت رنگا گل ٽڙيل هئا
هر ٻار جي مٺي تي رکيل ڇٽ چنڊ جو
پوءِ هو امير جو هجي يا ڪنهن غريب جو
هر ٻار جي نرڙ تي ستارو نصيب جو
چمڪيو ٽي ڄڻ تہ ساک سپاٽي جي سج جي!

”صائم“ (1) تہ اهڙي ننڊ نگر ۾ هليو ويو
پيا ٻارڙا تہ صبح ٿيڻ تي بہ جاڳندا

---

(1) سيد صائم شاهہ. منهنجي سوٽ سڪندر شاهہ جو اٺن سالن جو پٽ.
جنهن کي پکي قلعي ۾ گوليون هڻي بيدردي سان شهيد ڪيو ويو.

۽ گولين جي گونج ۾ هو پلجندا پيا
پر هو تہ اهڙي خواب سفر ۾ هليو ويو
ٻوليءَ جي بدلي گولي جتي ڪا نہ ٿي لڳي
رنگن جي بدلي رت سان نہ هولي ٿي کيڏجي
ڏياريءَ جي ڪنهن انار ۾ ڦاٽي نٿو ڪو بم
زم زم ۾ ڪو بہ زهر ملائي نٿو ڏئي

او ديس پوپٽن جو پنپورين جو ديس آ
سهڻ روپ رنگ رنگ جي پورين جو ديس آ
اهڙوئي ديس روءِ زمين تي اگر هيو
اتهاس جي پنن تي اهو سنڌ تي سڏيو

جو تورئي، ڪپهہ ۽ اناجن جو ديس هو
نيتي، نيات، رسم رواجن جو ديس هو
اتهاس ۾ سو سون ۽ چانديءَ جو ديس هو
گهوڙن، رتن ۽ کير ۽ ماکيءَ جو ديس هو
اجرا جي کير کان تنين ماڻهن جو ديس هو
جي ماکيان منا تنين ماڻهن جو ديس هو
(هاڻي اهو ئي ديس ڪماڻهن جو ديس هو)

هي ديس جنهن جي هاڪ هئي ديس ديس ۾
دل دل ۾ جنهن جي ڌاڪ هئي ديس ديس ۾
ميلن ملاکڙن جو، ڏڻن جو هي ديس هو
ڦلدار ڇانودار وڻن جو هي ديس هو

ساميءَ، سچل ۽ شاهہ ڀٽائيءَ جو ديس هو
شهباز، نوح، لال، (1) سوائيءَ (2) جو ديس هو
پاڳاري، (3) سومري (4)۽ عنايت (5) جو ديس هو
سر سچ تان ڏيڻ جي روايت جو ديس هو
”سچ سنڌ آهي سنڌ سوا ڪو بہ سچ نہ آ“
نعرو اهو هنيائون ۽ سوريءَ چڙهي ويا

دولهہ (6) جو ديس هو اهو حيدر (7) جو ديس هو
پونگر جو ديس هو اهو ننگر جو ديس هو
دودن دلاورن جو سچارن جو ديس هو
مانجهي مٿير مڙس متارن جو ديس هو
هوشوءَ جو ديس هو اهو هيمونءَ جو ديس هو
ڪڪرائين روپ لوڪ، تہ وچڙين جو ويس هو
برسيا تہ بادلن جيان جل تل ڪري ڇڏيئون
ميڇريا تہ رت سان تل ترايون پري ڇڏيئون
مارڻ مرڻ سواءِ انهن بي نہ وائي ڪا
هھڙا ڇٽيندي لال سا ڇائي نہ مائي ڪا
راتين ڪان پوءِ ڏينهن تين تا خبر هجيو
شينهن جا پٽ شينهن تين تا، خبر هجيو

مٽيءَ تي رت لڪير ڇڏي جي شهيد ٿيا
ارڏا اڏول اڏيءَ کي اڏي جي شهيد ٿيا
چشمن سان ان لڪير کي چمندا هليا هلو
بيهو متان کڏهن کٽي هلندا هليا هلو

(1) اڏيرولال. (2) ساجن سوائي. (3) پير پاڳارو سيد صبغت الله شهيد. (4) شهيد الله بخش سومرو. (5) شاهہ عنايت شهيد. (6) دولهہ دريا خان (7) شهيد حيدر سنائي

پر جا پريءَ جي آهہ انهيءَ کي چڏيو متان
سڏ ۾ نہ جيڪو سڏ ڏي تنهن کي سڏيو متان
ڪانئر ڪميڻو پاڙيو ڪٺجو نہ پاڻ ساڻ
فاسد لهوءَ کي پاڪ لهو سان گڏيو متان

بخشي جو ڪائنات کي گرمي ۽ روشني
سورج سواءِ اهڙو ڪٿي ڪو بہ مچ نہ آ
اي سچ آ پر انهيءَ کان وڌو بيو بہ سچ آ
"سچ سنڌ آهہ سنڌ سوا ڪو بہ سچ نہ آ"
ان سچ کي ڪڏهن بہ وساريو متان اوهان
ان دلنواز ديس جا وارث اوهين اُهيو
واهڻ وسيون ۽ ڳوٺ سيئي شهر پانهنجا
راتيون ۽ ڏينهن پانهنجا پل پهر پانهنجا
ڍنڍيون ۽ ڍورا پانهنجا دريا بہ پانهنجا
ساگر بہ پانهنجا تہ سفينا بہ پانهنجا

ڪو پوئ نہ پيل، ڊپ نہ ڪو ڊاءُ هو هتي
جيڪو گڏيو گهٽيءَ ۾ اهو دوست هو هتي
پاڙي ۾ جو رهيو ٿي اهو ڀاءُ هو هتي .
چوري نہ ڦر نہ ڌاڙو نہ ڪا لچ لٽ هئي
پهرا نہ ڪو گهٽين ۾، درن تي چڙهيل نہ ڪرف
(هاڻي خدا جي گهر تي بہ تالا لڳل هتي !)

هر ڪنهن تي پنهنجو پنهنجو ڏيو پاڻ ٻاريو
ڪنهن سڏ ڪيو تہ ٻئي تي ڇٽي جيءُ واريو
(هاٿي تہ ماءُ پيڻ نہ ڪا ڏيءَ تا ڇڏين.!)
مرڪن جي سرڪ سرڪ بہ سرڪيائون ساڻ تي
لڙڪن جي لار لار اگهيائون تي پيار سان
هر زخم تي پهو بہ رکيائون تي پريت سان
جهيڙا نبيريائون تي ڪنهن ريت نيت سان

ماني مڇي بہ پانهنجي پاٽي بہ پانهنجو
پهرين پکين جي لاءِ تي ماني هتي پکي
پاٽي بہ پهريائين پکين لاءِ تي رکيئون
پاڙي ۾ وند ورڇ ڪرڻ دين ڌرم هون
پهرين مسافرن کي ڏنئون پوءِ تي چکيئون
مانيءَ جو هڪڙو پور هو سو ويو کسي ڪوئي
پاٽيءَ جو هڪ ڍڪ هو سو هاري ويو ڪوئي
هاٿي اُضحي جو زهر مليل گوشت تو ملي
گگدام جانور کي ڇٽو جيڪڏهن ٿيو
تان شهر واسين جو جهري جيءُ تي پيو
هڪدم رسايو ويو تي اهو اسپتال ۾
ان جو علاج تي ٿيو سرڪاري خرچ تي
ڇهبڪ ڪٽڻ تہ نيڪ، هٽڻ ڏوهہ هو هتي

هاٿي تہ پيٽرول وجهي وڃ چوڻڪ تي
انسان جيئرا جاڳندا ساڙيو ڇڏين تا

تن جي رڙين تي ٺهڪ ڏين تا وڏا وڏا
ڪو اسپتال تاءِ رسي ٿو تہ ڊاڪٽر
انڪار آپريٽ ڪرڻ ڪان ڪريو ڇڏي

هي شهر امن خير چڱائيءَ جو شهر هو
هي شهر سونهن سڪ سچائيءَ جو شهر هو
ماڻهو ڀلا هئا تہ ڀلائيءَ جو شهر هو
جيڪو وريو ٿي واءُ سو ٿي وصل جو وريو
هاڻي اهو ٿي شهر جدائيءَ جو شهر هو!

هي منهنجو شهر آهہ يا دشمن جو شهر آ



هي منهنجو شهر آهہ يا دشمن جو شهر آ

مڙ دوست يار جيڏا ۽ سرتا مڙي سڙي
ٿامي شيئر ڪري جڏهن نشي ۾ ذت ٿي
نڪتاسين بار مان ٿي اسين ٿابڙي ٿڙي
هر ڪنهن گهٽيءَ سنيالي ٿي ورتا ٿڙيل قدم
ساڳين گهٽين ليءِ پاس ٿي نهرائٽي پوي
جهڙتي ڏيارٿي ٿي پوي موڙ موڙ تي
گهر پهچٹو جي آهہ تہ شيشن جي نوڪ تان
پيرين اگهاڙي هاڻ ٿو هلٹو پوي اتان

هي منهنجو شهر آهہ يا دشمن جو شهر آ

●

هي منهنجو شهر آهہ يا دشمن جو شهر آ

هن شهر مان اڏامي ڪبوتر هليا ويا
جيڪي رهي پيا اهي سوگها جهليا ويا
۽ جيئري ئي ڪنپ پٽي ڪل ڪليا ويا
سنگين ۾ ڦسي سي الن تي چڙهيا ويا
۽ اڌ ڪچا ۽ اڌ پڪا ڪرٽيا ويا
۽ ڪنپ ٽوپلن ۾ پليٽن سجائيا
پوئي مروءَ جي وار ۾ مڪروهہ مرڪ سان
ڪچڙيون هڏيون ٻچيون تہ ڳچيءَ جو ڪيائون هار

مشهور جن ڪان شهر هو پرڏيهہ ڏيهہ ۾
هيڪار هاٺيون سي هوائون ڪٿي رڪيون
جن جي ٻڌڻ سان سيني ۾ ڌڙڪي پئي ٿي دل
روپيون سريليون سي صدائون ڪٿي رڪيون

هي منهنجو شهر آهہ يا دشمن جو شهر آ

●

هي منهنجو شهر آهہ يا دشمن جو شهر آ

بگيءَ جي سير جا اهي هاٿي مزا ڪٿي
ڦيٿن جي هيٺ ڪيچي ويو فاصلو ۽ وقت
ساروٽيون ئي رهجي ويون صرف ساهہ سان

سرخي جي ٽاپ ٽاپ سان چمڪيون ٿي چمڪٽيون
لهرايا لهر لهر هوائن ۾ ٿي رومال
ٻانهن ۾ ٿون هيين ۽ جهڙالو هو ڏينهن سو
۽ صبح کان ئي مينهن لڳاتار پئي وسيو
بوندن جي ٽپ ٽپاپ ۽ گهوڙي جي ٽاپ ٽاپ
تلڪ انڪلين تاءِ وڏي مارڪيٽ کان
۽ چوٽڪي گهنٽيءَ کان وني گاڏي ڪاتي تاءِ
هلندي هلي ٿي ساڻ سرل سرءِ تال سان
ڏيمن سرن ۾ ٿي ڪئي جهونگار ڪوچوان
گهوڙي سان ڳالهيون به ڪيائين ٿي ڪيڏي مهل
"او بابلا —— او پٽ —— او راڻا —— او ڍول، يار !"

رستا ڪليل هئا نه ڪا جهل هئي نه پل هئي
ڪو گوڙ شور هو نه ڪو دونهون نه ٻاڦ هئي
سچٽي جي سينڌ وانگي سڌي هر ڪا راهه هئي
جهوليا ٿي گهاگهه پياڪ جيان ڇهچ ساوا وڻ
(سي ڇهچ ساوا وڻ ئي وڍجي ويا الا
پاڙون اڌوهي ڪاڏيون رهجي ويا ڪڏا
جيئن اجتماعي قبر جي ليءِ ڪم اچي سگهن)

بگي مڙي ته وڏ ڦڙو ٿي ويو شروع
چوهي سان ڇاڙ آئي ٻنهي کي پسائي وئي
(پر پاڻ ٻه ته ڪو نه هئاسين، هئاسين هڪ)
تنهنجي چپن کي منهنجي چپن سان چمائي وئي

تنهنجي بدن کي منهنجي بدن سان ڇهائي وٺي
ڪجڪو ٿيو ڪنوڻ جو تہ ڇهڻي ويين ائين
وڻ ساڻ جيئن ول هُجي ڪا ٻڪين پيل

ٻوندن جي ٽپ ٽپاپ ۽ گهوڙي جي ٽاپ ٽاپ
جي ليءِ وٺي بدلجي ردم ڇٽنج ٿي ويو
سرخي جو رخ گدوءِ ڏي هيو، جت اها ندي
سنڌو سڏن ٿا جنهن کي اباسين پڻ چون
جو سرڳ مان وهي ٿو دريائن جو پيءُ آ
۽ پاڪ پستڪن ۾ انهيءَ جو بيان آ
اتهاس ۾ سو مٽي متي مهراڻ نانو سان
سنڌين جي عظمتن جو جڳن کان نشان آ
انسانذات لاءِ سڀيتا جو شان آ
جو ماءُ جيئن مهان، دياوان پيءُ جان
مهراڻ جو ٿڌي مٺي پاڻيءَ جو سمنڊ آ
سنڌين ليءِ جنهن جو آب بہ آبِ حيات آ

ڌرتي ۽ اپ نهيا ۽ گرهہ، چنڊ، سج نهيا
سنڌور هاٿي سينڌ جيان ٺي وڄان وڄان.
سنڌو تڏهن کان پاڳ پري پوءِ تي وهيو
ڪنوارين تڏهن سکائون سکيون، باسون ٻاسيئون
۽ موهيا ڏيا — اڪا پاتا سهاڳڻين
اڳتي وڏي پنيءَ پنيءَ پاڻيءَ ۾ لهي
لهرين ۾ ان جي لوڙهيا تو گل گلاب جا

پوري اکيون ڇپن ٿي ڇپن ۾ دعا پني

تو جيئڻ ٿي دعا گهري بس مس ڪئي ته پره،
برسات بند ٿي، وٺي اندلٺ تاٺجي
آب حيات پاڻ جهڪي ٻڪ ۾ پريو
سنڌين جي آجپي جو اسان ڏيان دل ڏريو

ڪالهوڪي ڳالهه ٿي لڳي گذريل جنم جي ڳالهه

ساوڻ اچي ته ٿو هٿي پر ڳالهه اها ڪٿي
ٺارڻ ته دور ماڳهين ٻارڻ ٻريو وڃي
مٿي پلي پني، پنل آئي هوا ڪٿي
ٻج ڪيترو ٻه نج سهي پر مريو وڃي
چوٽ پاسي پيچ پيچ جي آئي صدا ڪٿي

هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ



هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ

ڪجهه ڪن اڳي هئي ڦوهه جواني بهار جي
گل گل تي ماڻ تي ڪئي پالوٽ پيار جي
ڏيکائي شهر تي ڏني معصوم ٻار جي

ڏسندي ئي ڏسندي ڳاڙهسرو ٿي ويو جهان

هيرن ڪي ڪنهن گهٽو ڏنو ۽ رڳهه تي وئي
ماڪڙ الائجي ته ڪٿان اوچتي لٿي
پن پن ۽ ڦل ڦل ۽ ٽڙ ڏار پاڙ پاڙ
باغيچا باغ پارڪ سيئي چٽ ڪري وئي
(هاڪوڪرن جي پاڙي ۾ باغيچو هو هتي
پنيوريون جهليندي وڏو مان تيس جتي)
درزون سرون اڪوڙي پٽي پيڙهه پيڙهه ڪي
منهنجي الهه تلهه ڪي پٽو پٽ ڪري وئي

هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ



هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ

ٻئنچون پيل هيون جي ڦليليءَ جي ڪپ سان
جوڙا جتي پسار ڪندي ويهندا هئا
ساهت تي ۽ سماج تي ڊسڪس ڪندا هئا
ٻارڻ ٻرين شال سي ٻارڻ ڪري ڇڏيئون

جت گيت گونجندا هئا چيڙين جي ساز تي
(تار ڦليلي آءُ تريو نٽي چاٽان)
بينون ۽ بانسري ته ڪٽي چنگ تي وڳو
هر شام ميڙ چڻ ته ڪو ميڙو هجي لڳو

ڇبراٽي جو پٽو تي ڪناري سان ڊوڙيو

ڇڻ سير ساڻ ڊوڙ پڇاڙي رهيو هجي
۽ چنڊ لهر لهر لڙهيو ٿي ڪڏهن جتي
هاڻي لهر لهر ۾ لڙهن لاش ٿا اتي

هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ



هي منهنجو شهر آهه يا دشمن جو شهر آ

ناصر(1) ڪٿي حميد (2)۽ اشفاق (3)ڪٿ سليم (4)
آغا (5) ڪٿي مراد (6)۽ شمشير (7) ڪٿ جمال (8)
لولي اچا ڪنن ۾ پري پئي جمال جي
"وهندي ني واهي لڙ پوندي ني صندوقين
اسان اتي ڇلسون جتي مارن بندوقين
مارو لوليان لو اوٻگها لوليان لو او ڇورا لوليان لو"

جيجي (9) جو ساٿ اچا ٻه سهائو پيو لڳي
سر تي اٿائو واءُ سٺائو پيو لڳي
ٻاجهارا ٻول اچا ٻه ڪنن ۾ ٻرن پيا
سنڌيءَ ۾ ڳالهه ٻولهه جا موتي ترن پيا
۽ڪيئي نانو هانو تي هر هر هرن پيا
هڪ نانءُ ڏيپلائي پيو ع. ق. شيخ
مختيار منهنجو ياءُ ۽ مختيار منهنجو دوست

(1) ناصر مورائي. (2) حميد سنڌي (3) اشفاق قاضي (4) سليم خواجہ (5) آغا سليم
(6) مراد عليءَ مرزا (7) شمشير الحيدري (8) جمال رند (9) جيجي زينت عبدالله چنا

مقبول، (1) خواب، (2) مرتضيٰ، (3) جويو، (4) سراج، (5) حق، (6)
مجلس جو مير، (7) طالب مولا (8) ۽ هاشمي، (9) ~~پروانو~~
پروانو (10) سوز، (11) حافظ (12) ۽ شبير (13) ۽ اسد (14)
الطاف (15) جنهن جي مک تي سدا مرڪ ٿي رهي
تنوير (16) جنهن جي چپ تي سدا سرڪ ٿي رهي
حيدر (17) ۽ مصطفيٰ (18) ۽ گرامي ۽ راشدي (19)
علامہ آءِ آءِ مدر ايلسا ۽ تاج (20)
شوڪت (21)، مدد، ظفر (22)، علي (23)، مشتاق ۽ مغل (24)
ماڻڪ، ڪٿي نياز (25) ۽ تيرٿ (26) ڪٿي حفيظ (27)
طارق (28) ڪٿي امر (29) ۽ قمر (30) ۽ ڪٿي نسيم (31)
فتاح (32) ۽ رشيد (33)، پليجو (34) ڪٿي اياز (35)
اختر (36) ڪٿي رياض (37)، زرينہ (38)، ولي (39) ڪٿي
ڏسندي الوپ ٿي ويا هي سڀ جا سڀ ڪٿي

ڪاڏي هليا ويا اهي ڪاڏي هليا ويا
هڪڙا مري ويا ٻيا جيئري جدا ٿيا

هي منهنجو شهر آهہ يا دشمن جو شهر آ

---

(1) مقبول پٺي ۽ مقبول صديقي (2) عبدالله خواب (3) مرتضي پٺي (4) محمد ابراهيم جويو
(5) سراج الحق (6) عبدالحق عالماڻي ۽ عبدالحق عظيم (7) سيد ميران محمد شاهہ مير
(8) مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ (9) احسن الهاشمي (10) پروانو ڀٽي (11) سلام رسول شاهہ سوز تکڙائي
(12) حافظ شاهہ حسيني (13) شبير هاتف (14) ڊاڪٽر اسد الله شاهہ بيد حسيني (15) الطاف عباسي
(15) تنوير عباسي (16) حيدر بخش جتوئي (17) مصطفيٰ حيدر جتوئي (18) ذوالفقار راشدي (19) آغا تاج محمد
(20) شوڪت شورو (21) ظفر حسن (22) علي بابا (23) غلام مي [illegible] (24) نياز همايوني
(25) ڪاڪو تيرٿ داس (26) حفيظ شيخ (27) طارق اشرف (28) [illegible] (29) قمر شهباز (30) نسيم کرل
(31) فتاح ملڪ (32) رشيد ڀٽي) (33) رسول بخش پليجو (34) [illegible] اياز (35) اختر بلوچ (36) رياض ميمڻ
(37) زرينہ بلوچ (38) ولي رام ولڀ.

●

هي منهنجو شهر آهہ يا دشمن جو شهر آ

هر رات دير تاءِ رلڻ جي فضا ڪٿي
بي روڪ ٽوڪ ڏوڪي پيڻ جي فضا ڪٿي
مئي پي هروڀرو بہ ٽڙڻ جي فضا ڪٿي
فٽپاٿ تي وٺي تہ سمهڻ جي فضا ڪٿي
ڪڙڪي جي ڪولجي بہ تہ سرهي هوا ڪٿي !

منهنجي وڏن ڪان آهہ ٿي ڪهڙي خطا ڪٿي
هر نسل کي ٿي جنهن جي سزا ڀوڳڻي پوي
هن ظلم، جبر ڪوس جي آ انتها ڪٿي
چوڦير راڪشس ٿا گهمن بي لغام ٿي
ماڻهو مري ويا ۽ سمهي پيو خدا ڪٿي !

اي حيدراد شهر اي نيرون ڪوٽ شهر
توکان سواءِ آهہ چپن ۾ صدا ڪٿي
توکان سواءِ آهہ هٿن ۾ دعا ڪٿي
توکان سوا شراب ۾ آهن نشا ڪٿي
توکان سواءِ حسن ۾ آهي ادا ڪٿي
توکان سواءِ عشق ۾ آهي وفا ڪٿي

اي حيدراد شهر اي نيرون ڪوٽ شهر
اتلي پوي زمين ڪري آسمان پوي
تون آءُ ڪنهن بہ طرح ٿياسين جدا ڪٿي

تون منهنجو، منهنجي پيءُ جو، ڏاڏن جو شهر آن
تون منهنجي ٻارڙن، منهنجي يارن جو شهر آن
صدقي وڃانءِ پراڻ کان پيارن جو شهر آن

اي حيدراد شهر اي نيرون ڪوٽ شهر
تون منهنجوشهر آهين تون منهنجو ئي شهر آن
تون منهنجو شهر آهين تون منهنجو ئي شهرآن
تون منهنجو شهر آهين تبون منهنجو ئي شهر آن
تون منهنجو شهر آهين تون منهنجو ئي شهر آن
تون منهنجو شهر آهين تون منهنجو ئي شهر آن

امداد حسينيءَ جو پورو نالو سيد امداد علي شاهہ آهي، هو 10 مارچ 1940ع تي ٽکڙ ۾ ڄائو. سندس پيءُ جو نالو سيد فضل محمدشاهہ آهي. امداد حسينيءَ جو ڏاڏو سيد اسدالله شاهہ "فدا" پنهنجي دور جو وڏو عالم هو ۽ عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ شاعري بہ ڪندو هو ۽ انگريزن جي دور حڪومت ۾ حيدرآباد شهر جو قاضي هو. امداد حسينيءَ جي جنم ڀومي ٽکڙ سنڌي علم ادب ۾ هڪ مڪتبئہ فڪر جي حيثيت رکي ٿي.

امداد حسيني پنهنجي ابتدائي تعليم ڳوٺ جي ڪتاب ۾ حاصل ڪئي، بعد ۾ هن مزيد تعليم حيدرآباد جي نور محمد هاءِ اسڪول مان حاصل ڪئي. سنڌيونيورسٽيءَ مان ايم اي (آنرز) جي ڊگري حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ، امداد مختلف علمي ۽ ادبي ادارن، جهڙوڪ: سنڌي ادبي بورڊ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۾ نوڪري ڪئي. سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۾ پرائمريءَ ڪان انٽر تائين جي نصاب مرتب ڪرڻ، ايڊٽ ڪرڻ ۽ سبق ۽ نظمن لکڻ جو ڪم امداد لڳاتار پنجويهن سالن تائين ڪيو. ان وچ ۾ بہ ٻيرا سنڌي ادبي بورڊ جي علمي ۽ ادبي پرچي "مهراڻ" جون ذميواريون امداد نهايت خوش اسلوبيءَ سان ادا ڪيون. جڏهن تہ هن جي شاعريءَ جو هڪ مختصر مجموعو "امداد آهہ رول" 1976ع ۾ ڇپيو ۽ ٻيو مجموعو ٻن سالن ڪان پڌرائيءَ جي انتظار ۾ آهي. امداد شاعريءَ سان گڏوگڏ نثري ادب کي سانوڻ جي نالي سان يڪتا ڪهاڻيون ڏنيون آهن، تہ مضمون ڪالم ۽ تحقيقي مضمون پڻ لکيا آهن، جن جي ادب ۾ الڳ اهميت آهي. ان ڪان علاوه امداد ريڊيو لاءِ ڊراما، گيت _ ڪهاڻيون ۽ گيت پڻ لکيا آهن. ان ڪان علاوه ٽي وي لاءِ هن ڪيترائي ڊراما ۽ سيرل بہ لکيا. ٽن سنڌي فلمن "ڌرتيءَ لال ڪنوار، حاضر سائين ۽ سهڻا سائينءَ" لاءِ گيت پڻ امداد حسيني لکيا آهن. ان ڪان علاوه مشهور سنڌي رزميہ، "دودو چنيسر" جو اردو ترجمو هن جو ڪيل آهي، جيڪو لوڪ ورثي، اسلام آباد ڇپايو. مرزا قليچ بيگ جي مشهور ناول "زينت" جو اردو ترجمو پڻ امداد جو ڪيل آهي، جيڪو اڪيڊمي آف ليٽرز اسلام آباد ڇپايو. ان ڪانسواءِ بابا فريد جي شاعري ۽ ماڌو لعل حسين جي شاعريءَ جو سنڌي ترجمو پڻ هن ڪيو آهي، جيڪو اڻ ڇپيل آهي. ان ريت امداد حسيني تمام تيزيءَ سان شاعريءَ جي تخليق ۾ مصروف آهي. هن جي شاعريءَ جون ويهارو کن ڊائريون ڇپجڻ جي اوسيئڙي ۾ آهن. اسين ڪوشش ڪنداسين تہ جديد سنڌي شاعريءَ جي هن قدآور شاعر جي شاعري پڙهندڙن تائين پهچايون.

سني جاني

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، کَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان کڻي ڪمپيوُٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳَل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽجاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو بيجل بوليو)